سبق ۱

# شهنشاهه جارج ڇهون قيصر هند

هاڻي جو هندستان جو شهنشاهه آهي، تنهنجو



راڻي ايليزبيٿ بادشاهه جارج ڇهون

نالو جارج ڇهون آهي. هي اڳوڻي شهنشاهه جارج
پنجين جو پٽ ۽ مهاراڻي وڪٽوريا جو پڙ
پوٽو آهي. سندس جنم ۱۸۹۵ع ۾ ٿيو هو.

آلبرٽ فريڊرڪ آرٿر جارج هو. سندس ڏاڏ
مرحوم ايڊورڊ ستين کي هن جي تعليم ۽ تربيت
سو گهڻو اونو هو، تنهنڪري کيس اعليٰ تعليم
پارڻ جو بندوبست ڪيائين. ڊسمبر ١٩٣٦ع ۾
پنهنجي وڏي ڀاءُ شهنشاه ايڊورڊ اٺين جي
تخت ڇڏي وڃڻ ڪري، هيءُ شهزادو پنهنجي
ٽيءُ ايليزبيٿ سان گڏ جارج ڇهين جي
خطاب سان انگلنڊ جو بادشاه ۽ هندستان جو
شهنشاه ٿيو.

اسان جي شهنشاه جي حڪومت تمام وڏي
آهي؛ سندس حڪومت هندستان، ڪئنادا،
ويسٽ انڊيز، آسٽريليا، ڏکڻ آفريڪا، وغيره
آهي. ٻيا به ڪيترائي ملڪ آهن، جن جي
حڪومت ۾ انگريزي شهنشاهت جو اڻ سڌيءَ
واسطو آهي.

وڏيءَ شهنشاهت جي ڪري چئبو

آهي تہ ” انگريزن جي بادشاهت تان سج لهيئي
کين“. چاڪاڻ تہ سڄيءَ دنيا جي ڌار ڌار
ڀاڱن ۾ ڪيترائي ملڪ سندس قبضي ۾ آهن،
جن مان ڪنهن نہ ڪنهن ملڪ تي سج هميشہ
اڀرندو ئي هوندو آهي.

انگريزي شهنشاهت جي مکيہ گاديءَ جو هنڌ
لنڊن آهي، جتي هو پنهنجي حڪومت جو
ڪاروبار پارليامينٽ ۽ وزيرن جي صلاح سان
هلائي ٿو. پارليامينٽ ۾ ٢ جماعتون آهن،
جن مان هڪ اميرن ۽ خاص ماڻهن جي مجلس
آهي، جنهنکي هَائُوس آف لارڊس چئبو آهي.
جنهن ۾ ٦٠٠ ۽ ٧٠٠ جي وچ ميمبر آهن.
ٻي مجلس آهي عام ماڻهن جي، جنهن کي
هائوس آف ڪامنس چئبو آهي؛ هن ۾ ٧٠٧
ميمبر آهن. ٻنهين جماعتن جي ميمبرن مان
جدا جدا ڪمن لاءِ وزير چونڊيل آهن. هاڻوڪي

وزير اعظم جو نالو لارڊ چيمبرلين آهي. هر هڪ ملڪ جي سنڀال بادشاهه جي پاران وائسراءِ يا گورنر مقرر ٿيل آهي، جي سدا پارليامينٽ سان جوابدار آهن. هندستان جي لاءِ هاڻي جيڪو وائسراءِ آهي تنهنجو نالو لارڊ لنلٿگو آهي.

اسان جي شهنشاه کي پنهنجي رعيت جي سک جو گهڻو فڪر آهي. اسانجي دعا آهي ته شل اهڙو شهنشاه سدائين خوش هجي ۽ سندس اقبال وڌندو رهي. سندس ملڪ ۾ صلح سانت هجي ۽ سڀڪو رعيت جو ماڻهو سندس گڻ ڳائيندو رهي.



سبق ٢

## سنڌ جي حڪومت

اسانجي سنڌ جا اڳي بمبئي علائقي جو ڀاڱو هئي، سا ان کان سنه ١٩٣٦ع ۾ جدا علائقو

ڪري گورنر صاحب جي حوالي ڪئي ويئي




آهي ، جو ڪراچي ۾ رهي ٿو. حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ ڪيس هڪ ڪائونسل مليل آهي، جنهن کي سنڌ اسيمبلي چئبو آهي. ان جو ڪم آهي قاعدا ناهڻ ۽ ڪاروبار هلائڻ. انهيءَ ڪائونسل ۾ ٦٠ ميمبر آهن، جي اسان جا چونڊيل عيوضي آهن. گورنر ۽ سنڌ ڪائونسل کي گڏي سنڌ سرڪار چئبو آهي. ڪائونسل جي چيئرمن (صدر) کي اسپيڪر يا پريزيڊنٽ

چئبو آهي، جو هو پاڻ مان چونڊيندا آهن.
هن وقت سنڌ اسيمبلي جو اسپيڪر آنربل
سَيّد ميران محمّد شاه آهي. انهيءَ کان سواءِ
حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ ميمبرن پاڻ
مان هيٺيان ڇهه وزير چُونڊيا آهن، جن مان
هرهڪ کي جدا جدا کاتن جا ڪم سونپيل آهن.
اهي کاتا هن ريت ورهايل آهن:-

وڏو وزير- آنربل خان بهادر الهه بخش
آهي، جنهنجي حوالي مالي ۽ هنري کاتا آهن.

ٻيو وزير- آنربل سر غلام حسين آهي،
جنهنجي هٿ ۾ هوم ڊپارٽمينٽ، پوليٽيڪل
۽ متفرقہ کاتا، ليگل ۽ جنرل ڊپارٽمينٽ (سواءِ
ميڊيڪل، پبلڪ هيلٿ، لوڪل سيلف گورنمينٽ،
تعليم ۽ هنري کاتن) آهن.

ٽيون وزير آنربل پير الاهي بخش آهي، جنهنجي حوالي تعليم کاتو ۽ مڪاني خود حڪومت (لوڪلبورڊ ۽ ميونسپالٽيون) ۽ آبڪاري کاتا آهن.

چوٿون وزير آنربل مير بنده علي خان آهي جنهن کي سڄو روينيو کاتو (سواءِ ڪيٽي بيلن ۽ آبڪاري) مليل آهي.

پنجون وزير آنربل ديوان نهچلداس وزيراڻي آهي، جنهنجي حوالي انجنيري کاتو، ميڊيڪل ۽ عام صحت کاتو آهن.

ڇهون وزير آنربل ديوان ڏيئل مل آهي جنهنکي ڪيٽي، پيلا ۽ ويٽرنري کاتا آهن.



سبق ٣

# مڪاني حڪومتون

## ( لوڪلبورڊ ۽ ميونسپالٽيون )

سرڪار شهرن ۽ ڳوٺن جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪي اختياريون چونڊيل ماڻهن جي جماعتن جي حوالي ڪيون آهن. انهن جماعتن کي مڪاني حڪومتون چئبو آهي. مڪاني حڪومتون ٻن قسمن جون ٿينديون آهن:-
١- ميونسپالٽيون ٢- لوڪلبورڊ.

ميونسپالٽي:- جنهن شهر جي آدمشماري چئن هزارن ماڻهن کان وڌيڪ هوندي آهي، تنهنکي ميونسپالٽي ملبل آهي. ميونسپالٽي شهر جي چونڊيل ماڻهن (ميمبرن) جي جماعت کي چئبو آهي. ميمبرن کي شهر جا عام ماڻهو پنهنجا ووٽ ڏيئي، پنهنجو عيوضي



سر لئنسلي لاٽ گرهام (گورنر سنڌ



لارڊ لنلٿگو (وائسراءِ هندوستان)



آنربل پير الاهي بخش (وزير تعليم)



آنربل خانبهادر الله بخش وزير اعظم



آنربل مسٽر نهچلداس وزيراڻي



آنربل مس جيٺي سپاهيملاڻي
(ڊپٽي شپيڪر)



آنربل سيد ميران محمد شاه
(شپيڪر)



مسز الانا آنربل ميمبر

ڪري چوندا ينداآهن. ميمبر وري پاڻ مان هڪ مکيه ماڻهو چونديندا آهن جنهن کي پريزيڊنٽ چئبو آهي. هرڪا ميونسپالٽي شهر جي ڪم ڪار هلائڻ لاءِ عملدار به پاڻ مقرر ڪندي آهي. ميونسپالٽي جي وڏي عملدار کي چيف آفيسر چئبو آهي.

ميونسپالٽي شهر جي سڌاري ۽ واڌاري صفائي ۽ روشنائي، صحت ۽ تعليم ۽ رونق وغيره جو بندوبست رکندي آهي.

مٿئين بندوبست رکڻ لاءِ ضرور پيسو کپي، ميونسپالٽي هيٺين طرح پيدا ڪندي آهي:-

١- ٻاهران آيل مال تي محصول يا ائڪٽ ٢- گهرن تي ٽيڪس ٣- زمين جي وڪري مان آمدني ٤- پاڻيءَ تي محصول ٥- گاڏين، موٽرن ۽ ٻڙين وارن کان محصول.

اهڙيون وڏيون ميونسپالٽيون سنڌ ۾

ڪراچي، حيدرآباد، سکر، شڪارپور، لاڙڪاڻو، ميرپورخاص، نواب شاه، دادو، جيڪب آباد، روهڙي ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ آهن.

ٻيون ننڍيون ميونسپالٽيون به سنڌ ۾ اٽڪل ويهارو کن آهن.

لوڪلبورڊ:- سنڌ جي هرهڪ ضلع لاءِ ڌار ڌار لوڪلبورڊ آهي، اهو بورڊ به ضلع جي چونڊيل ماڻهن جي هڪ جماعت آهي، ميمبرن کي ضلع جا ماڻهو ووٽ ڏيئي پنهنجو عيوضي ڪري چونڊيندا آهن. ووٽ ڏيڻ جو حق انهن ماڻهن کي هوندو آهي، جي ۸ رپين کان مٿي ساليانيءَ ڍل يا انڪم ٽيڪس ڀريندڙ هجن يا جن ميٽرڪ يا ان کان مٿي امتحان پاس ڪيو هوندو.

جيڪي ميمبر چونڊجي ويندا آهن سي پاڻ مان هڪ ماڻهو چونڊيندا آهن جنهن کي

پريزيڊنٽ چئبو آهي. ضلع جي سڄاري لاءِ عملدارن کي لوڪلبورڊ پاڻ مقرر ڪندو آهي. لوڪلبورڊ جي وڏي عملدار کي چيف آفيسر چئبو آهي، جنهنجي هيٺان ٻيا ننڍا عملدار گهڻيئي هوندا آهن.

لوڪلبورڊ جي حوالي هيٺيان ڪم آهن :—
مسافر خانا ۽ رستا ٺهرائڻ، تلاءَ ٺهرائڻ ۽ کوه کوٽائڻ، باغ رکائڻ ۽ اسڪول ۽ اسپتالون کولائڻ.
انهيءَ سموري ڪاروبار هلائڻ لاءِ پيسي جي ضرورت آهي، جنهنجي پورائي هيٺينءَ ريت ٿيندي آهي:- زمين جي اگهڙيل ڍل جي هرهڪ رپيه پٺيان لوڪل سيس، ٽول ٽيڪس ۽ ميلن وغيره تي محصول.

ميونسپالٽين ۽ لوڪلبورڊن کان سواءِ ڪن ڳوٺن ۾ نوٽيفائيڊ ايريا ۽ ڪن ۾ سئنيٽري

بورڊ آهن؛ جنهنجو ڪم آهي ڳوٺ جي صفائي روشنائي ۽ صحت جو بندوبست رکڻ.



سبق ۴

## شاهه جي رسالي مان بيت

۱- حَقِيقَتَ هَڪِي؛ مُنهنجِي جانِ جُدا ڪَئِي؛
هِڪڙو پساهُ پِريَنِ ري، سَگهان تان نَہ ڪَڍي؛
ڏَڍِي ۽ ڏَڍِي، اَجي رهبو رُوحَ ۾.

۲- قريا پَسِي رِقِيبُ، ڪَريَن ڪِيرُ نَہ چِڪِبو؛
دُنيا ڪارَڻِ ڏِينُ، وِڃائي وِلها ٿِئا.

۳- سُتا اُٿِي جاڳُ، نِنڊَ نَہ ڪَجي ايتِري؛
تو پيانبو سَاڻيہُ آ، هِتِي مانجهاندي جو ماڳُ،
سُلطاني سُهاڳُ، نِنڊُون ڪَندي نَہ ٿئي.

۴- سُتي نَہ سَرَنديءِ، ڪَر ٻچارَ پرين جي؛
وهامي وِيندِياءِ، گهڻا هَڻندين هٿڙا.

٥- غافِل غَفلَتَ ڇوڙِ، تون ڪينءَ اَٽاسِي اوجهرين؛
ڇُپانا ڇڙهي ويا، وَڃي ڀُهتا ٽوڙِ؛
ٻيٺين ننڊَ اکوڙِ، جِمَ وَرَنِ ۾ واڪا ڪرين.
٦- تتيءَ ٿڌيءَ ڪاه؛ ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي؛
مَتان ٿِئَيِ اونداه، پير نہ لهين پرينءَ جو.
٧- ڀُڄين سي پَسَن، جڏهن ٿڌهن پرينءَ کي؛
ڏوريندڙين ڏِسن، اڳڙَ عجيبن جا.
٨- وينَي جنبين وَتِ، ڏُکندو ڏُور ٿئَي؛
ٿُون تنبين سين ڪٽِ، اوڏا اڏي پکڙا.
٩- وينَي جنبين وَتِ، ڏکندو ڏاڍو ٿئَي؛
سا مجلس ئي مَتِ، جي حاصل هوءِ هزار جو.
١٠- نَمي کَمي نِهار تون، ڏَمرُ ڏولائو؛
ٿِئَي سا جائو، جي اُٻين اِنهينءَ پير تي.
١١- کَمندَن گهر ڪينءَ، چُوندَڙَ چڱا نہ ٿيا؛
ويٺئون ويڏَ پئي، هت نہ اچي ڪِين.
١٢- مانَ ڀڄنئي سُپرين، چنان لاه مَ چُرَ؛
اُنهيءَ جا اَمُرَ، ڪَڏَ نہ خالي نہ ٿِئين.

١٣- ڪُوڙُ ڪَمايءِ ڪَيجُ، اُٿي اورِ اَللهَ سِين؛
ڪَڍُ تُون دغا دل مان، صاحِبَ وٽي سَچُ؛
مُحَبَّتَ سَندو مَنَ ۾، ماڻِڪَ بارِج مَچُ؛
اِنَ پَر اُٿي اَچُ، تہ سَودو ٿيئِي سَڦرو،

---

سبق ٥

# هندستان

اسانجو سنڌ پرڳڻو هندستان ملڪ جو پاڱو آهي، اهڙا سنڌ جيڏا ايڪٽيه ٽڪر هندستان جي ملڪ ۾ ماپي سگهندا، آڳاٽي وقت ۾ هندستان کي ڀارت ورش ڪري سڏيندا هئا. مسلمانن جي راڄ کانپوءِ هندستان سڏجڻ ۾ اچي ٿو.

آڳاٽي وقت ۾ هي ديسُ دولت، علم ۽ هنر ۾ دنيا جي سڀني ملڪن کان سرس هئو.

اهڙي هاڪاري ملڪ جي ناموس ٻڌي، ڪيترن ڌارين ملڪن جي بادشاهن وقت به وقت




ڪاهي، ڌن ۽ دولت هٿ ڪري، مٿس راڄ ڪيو. هن وقت هندستان انگريزن جي بادشاه شهنشاه جارج ڇهين جي هٿ هيٺ آهي، جو

لنڊن ۾ رهي ٿو. سنڌس پاران هندستان جو وڏو حاڪم وائسراءِ يا گورنر جنرل آهي، جو دهلي ۾ رهي ٿو. انکي بادشاه پاڻ پارليامينٽ جي صلاح سان مقرر ڪندو آهي ۽ سنڌس ساليانو پگهار اٽڪل اڍائي لک رپيه ڏيندو آهي. هي سڌو سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا سان لکپڙه ڪندو آهي، جو لنڊن ۾ رهي ٿو ۽ هندستان جي حڪومت لاءِ پارليامينٽ سان جوابدار آهي. سنڌس ساليانو پگهار پنج هزار پائونڊ آهي.

وائسراءِ کي صلاح مصلحت ڏيڻ لاءِ انن ميمبرن جي هڪ ڪاروباري ڪائونسل آهي ۽ قاعدن قانونن ٺاهڻ لاءِ وري ٻيون ٻه ڪائونسلون اٿس، جن مان هڪ تابعدار ڏيهي رياستن لاءِ ۽ ٻي انگريزي پرڳڻن لاءِ. وائسراءِ ۽ سنڌس ڪائونسلن کي گڏي هند سرڪار چئبو آهي.

هندستان جون ٻه ڀڱيون سڌيءَ طرح انگريز سرڪار جي هٿ هيٺ آهن ۽ باقي ٻي ڀڱي ڏيهي حاڪمن جي هٿ ۾ آهي. اٽڪل ست سو کن رياستون آهن؛ جن مان مکيه آهن:- ڪشمير، راجپوتانا، نظام جو ملڪ (دکن)، ميسور، ٻڙودو وغيره. جيڪي ٻه ڀڱيون سڌيءَ طرح انگريزن جي هٿ ۾ آهن، سي ١٦ علائقن ۾ ورهايل آهن، جنکي گڏي برٽش انڊيا ڪوٺبو آهي. انهن ١٦ علائقن مان ١١ علائقا وڏا آهن، جن مان هرهڪ علائقي تي گورنر مقرر ٿيل آهي. اهي علائقا هي آهن:- سنڌ، بمبئي، پنجاب، مدراس، بنگال گڏيل علائقا، بهار، اوڙيسا، آسام، وچوارا علائقا ۽ برار ۽ اتر الهندي وارو سرحدي علائقو. باقي جيڪي ٥ ننڍا علائقا آهن، تن مان دهليءَ ۽ اندمان نڪوبار لاءِ چيف

ڪمشنر آهن ۽ برٽش بلوچستان، ڪرگ،
اجمير ۽ مرورا لاءِ ايجنٽ مقرر ٿيل آهن.
برٽش علائقن ۽ ڏيهي رياستن کانسواءِ هندستان
۾ ڌارين قومن جهڙوڪ پورچوگيزن ۽ فرينچن
جي هٿ ۾ به ڪي ملڪ آهن. پورچوگيزن
جي هٿ ۾ گوا، دمن ۽ ديو آهن. فرينچن
جي هٿ ۾ پانڊيچري، ڪاريڪل، ماهي، يانم
۽ چندرنگر آهن.



سبق ٦

## هندستان جي پيدائش ۽ ماڻهن جا ڌنڌا

هندستان ۾ اٽڪل ٣٥ ڪروڙ ماڻهو رهن
ٿا. جن مان اٽڪل ٢٥ ڪروڙ هندو ۽ ٨
ڪروڙ مسلمان ۽ باقي پارسي، عيسائي،
يهودي ۽ ٻيون قومون آهن.

هندستان جي ڀاڱن ۾ هڪ جيتري آبادي
نہ آهي؛ ڪي گهاٽا وسايل ۽ ڪي ڇڊا. گهڻن

زرعي پيدائش

ماڻهن جو گذران اڪثر کيتيءَ تي آهي.
تنهنڪري ماڻهو بہ گهڻا انهن هنڌن تي رهن
ٿا، جتي زمين پاڻي ۽ ڪفائتي، هوا سٺي ۽

پاڻي مٺو، آمدرفت جا رستا سولا ۽ سٺا ۽ ماڻهن جي جان ۽ مال جي پوري حفاظت آهي.

هندستان ۾ هرڪنهن قسم جي پوک ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته اسان وٽ گهڻيئي نديون آهن، جنهنڪري پوکن کي پاڻي جام ملي سگهي ٿو. هندستان جي زمين به ڀلي آهي ۽ برسات به چڱي پوي ٿي. اتر هندستان ۾ ڪپه، ڪمند، سڻي، چانور، تر، مڱ، مڪائي، جوئر، باجهري، ڪڻڪ، جو، سره؛ ڇانيو، اهر، مٽر، ڇڙا، تماڪ، آفيم ۽ نير جون پوکون ٿين ٿيون. ڏکڻ هندستان ۾ چانھ، ڪافي، مصالح، ربڙ ۽ ناريل ٿين ٿا. گهڻو ۽ سٺو ميوو ڪشمير، ڪئيٽا ۽ قندار ۾ ٿئي ٿو. کيتيءَ جي پيدائش جي مقابلي ۾ کاڻين جي پيدائش باڪل ٿوري آهي. ڇاڪاڻ ته کاڻيون تمام گهٽ آهن. مکيه کاڻيون هي

آهن :- اگر- بنگال، بهار، اوڙيسا ۽ وچوارن علائقن ۾. گاسليٽ- برما، آسام ۽ پنجاب ۾. پيٽرول- برما ۽ راولپنڊيءَ ۾. سون- ميسور ۽ دکن ۾. چاندي- بردوان ۾. سنگ مرمر- جيپور ۽ جبل پور ۾. لوڻ- سنڌ، پنجاب، راجپوتانا ۽ مدراس ۾. قلعي، ياقوت ۽ ٽين- برما ۾. لعلون- برما ۽ سلون ۾. هيرا- دکن هندستان ۽ ونديا جبل ۾ شورو ۽ ابرڪ- بنگال ۽ بهار ۾. گرئفائيٽ- ٽراونڪور ۾.

انهن پيدائشن هئڻ ڪري ماڻهن جو ڏنڌو گهٽي انداز ۾ کيتي ڪرڻ جو آهي ۽ ڪي ٿورا ماڻهو آهن جي کاڻين کوٽڻ جو ڪم ڪن ٿا. وڏن شهرن جا ماڻهو ڪجهه وقت کان وٺي ڪارخانن جي ڪم کي وڌائي رهيا آهن. مکيه ڪارخانن جا هنڌ هيٺ ڏجن ٿا.

سوٽي ڪپڙي جا ڪارخانا - بمبئي، احمد آباد ۽ مدراس ۾ آهن. اوني ڪپڙي جا ڪارخانا- سري نگر، ڪانپور ۽ ڌاڙيوال ۾ آهن. ريشمي ڪپڙي جا ڪارخانا- سري نگر، ڪلڪتہ ۽ بنارس ۾ آهن. سٽيءَ جا ڪارخانا- ڪلڪتہ ۾ آهن. چمڙي جا ڪارخانا- ڪانپور، آگره، ڪلڪتہ ۽ مدراس ۾ آهن. لوه ۽ رڪ جا ڪارخانا- بنگال، بهار، جمشيد پور ۽ ميسور ۾ آهن. غاليچا- امرتسر ۽ بوبڪن ۾ آهن. ڪاغذ جا ڪارخانا- پوني، بمبئي، ڪلڪتہ ۽ لکنو ۾ آهن. کنڊ جا ڪارخانا بنگال، بهار، گڏيل علائقن، پنجاب ۽ سنڌ ۾ آهن. ماچيس جا ڪارخانا- برما، پنجاب ۽ ٽراونڪور ۾ آهن. سيمينٽ جا ڪارخانا- جبلپور ۽ گواليار ۾ آهن.

اهي ڪارخانا ايترو مال پيدا نٿا ڪن جو هن ملڪ لاءِ پورو پئجي سگهي؛ تنهنڪري

ٻاهرين ملڪن کان ٻـــ گهڻو مال اچي ٿو. جهڙوڪ:- ڪپڙو، ڪلون، ڌاتو، لوهه ۽ رڪ جو سامان، کنڊ، شراب، دوائون ۽ پنا وغيره.

هتي جي زرعي پيدائش جا گهرج کان گهٽي ٿئي ٿي، يا ڪچو مال جو هتي ڪمائنو نٿو ٿئي، سو ٻين ملڪن ڏي وڃي ٿو، جهڙوڪ:- ان، ڪپهه، تيلي ٻج، چاهه، ڪافي، مصالح، اُن، کلون ۽ هڏا.

---

سبق ٧

# سچا زيور

ڇوڪريءَ هڪڙيءَ پڇيو هڪ ڏينهن پنهنجي ماءُ کان: "زيورن مان آهه ٻيڙو ۽ چڱو ڪهڙو امان؟ تا چڱا زيور ٻيهائي آءُ ڪريان هٿ پنهنجي لاءِ، ۽ ڏيان ٻيڙن کي پنهنجي ٻت ني هرگز ڪين جاءِ"

تڏهن چيو ماڻس محبت مان ”اي منهنجي پياري ڌيءُ!
ڪن ڏيئي ٻڌ، ٿي ڪريان توسان ڳُهن جي ڳالهه هيءَ!
سون ۽ چانديءَ جا زيور خلق ٿي ڄاڻي چڱا،
پر امان پياري سنڀالج موهجين تن تي متان.
سون ۽ چانديءَ جو چٽڪو خلق جي مرجات جاڻ،
چار دن ڪي چانڊني هَي ڦر انڌيري رات جاڻ.
ياد رک منهنجي نصيحت سمجهه سي زيور سچا،
دين دنيا جي ڀلائي جن سان ٿئي حاصل ٻچا.
ڏانوڻي ڏاهپ جي پياري تون مٿي تي رک مدام،
جنهن سان دنيا ۾ رهن هرطرح ٿا خوش خاص عام.
وجهه سچائيءَ جون سڳيون وارن ۾ ويڙهي تون ڪٽي،
تن سان چوٽيءَ ڦل چڱائيءَ جا رکن خوبي گهٽي.
ٻاءِ تون پرهيز جا پنڙا ڳهڙائي جا ڻ من!
وعظ جون واليون نصيحت جون وجهج نسبيون ڪنن.
نڪ ۾ نت ٿي ننگ ۽ ناموس جي پياري نهي،
پيرم جو بولو ۽ بينسر ٻڻ پلي تنهن سان رهي.

جي ٻچين ڳهڻا ڳچيءَ جا، قرب جي ڪمال ۾ پاءِ،
ديندارِيءَ جي دهري آهي لازم تنهنجي لاءِ.
پيو به ڪو زيور ڳچيءَ ۾ جي توکي درڪار هوءِ،
تا پلي چستيءَ ۽ چالاڪيءَ جو چندن هار هوءِ.
ٻانهن ۾ ٻانهپ جي ٻانهين وارثن جي لاءِ وجهه،
بردباري جا ٻـــ بازوبند تون بهتر سمجهه.
۽ ڪرائيءَ ۾ ڪنگڻ گهرجي ڪمائيءَ لاءِ پاءِ،
پيار جون پونچون انهن سان گڏ وجهين تان پڻ جڳاءِ.
آڱرين ۾ وجهه منڊيون ميٺ ۽ محبت جون سدا،
تان گهرن توکي گهڻو تنهنجا عزيز ۽ اقربا.
پوءِ پيرن ۾ وجهج پازيب پاڪائيءَ جا تون،
تن سان گڏ نيڪيءَ جا نورا ۽ قناعت جون ڪڙيون.
ڏيک اهي زيور علم ۽ عقل جا زيـــور سڏين،
دين ۽ ايمان جا ڳهڻا اهي ٿـــي باليقين.
سون ۽ چانديءَ جا سڀئي زيور ڪٿي اچلائي ڇڏ،
جي خدا توکي ڏني هيءَ وجهه هنن سڀني کي ڪڍ.

---

سبق ٨

# مڇر



زهري مڇر    عام مڇر

مڇر تہ توهان ڏٺا هوندا. اُهي آهن سي ننڍڙا پر اَڏو بيچڙيون بلائون. اهي نہ اوڙي چڱا نہ پاڙي چڱا، ڇو تہ ڇڪ پائين تہ ماڻهوءَ کي هڪدم موسمي تپ ٿيو پوي. تنهنڪري گهر مان کين تڙي ڪڍڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. انهيءَ مطلب سِڌ ڪرڻ لاءِ مڇر جي حياتيءَ جو احوال سمجهڻ ضروري آهي.

مڇر ڪني پاڻيءَ ۾ ڦونهڙو ڪن ٿا. تيئن ۾، دلن ۾، ننڍڙن وهڪرن ۾، گهر جي آس پاس پوسل ۾، ڪسبن ۽ کڏن ۾؛ مطلب تہ ڪٿي بہ ڪنو پاڻي گڏ ٿيو تہ يڪدم مڇر جي مادي وڃي مٿس آنا لاهيندي. اهي آنا پاڻ ۾ ننڍين ڍڳين وانگر ڳنڍيل پيا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. چوويهن ڪلاڪن اندر آنن مان چرندڙ جيت ٿڻي نڪرندا آهن. هو پاڻيءَ منجهہ ساهہ کڻي ڪونہ سگهندا آهن، تنهنڪري پاڻيءَ جي مٿان پيا ترندا آهن. جيڪو بہ گند ڪچرو پاڻيءَ ۾ ترندو نظر اچين سو ڪائي پيا تڳندا آهن. اهي ٻچا نانگ وانگر بہ ٽي پيرا کل لاهيندا آهن ۽ جلدئي وڏندا ويندا آهن. ڇهن يا ستن ڏينهن کانپوءِ هرهڪ ٻچو سُڄي کوٻي وانگر ٿي پوندو آهي، جو پاڻيءَ مٿان پيو ترندو آهي. ٻن يا ٽن

ڏينهن ڪانپوءِ ڪوبہ جي پنيءَ واري ڪل قائني پوندي آهي، جنهن مان ميچر نڪري اڏامي ويندو آهي.

ميچرن جا ٻہ قسم آهن: هڪڙا عام ميچر، ٻيا زهري ميچر. خرابي جيڪا هوندي آهي سا ٻئي قسم ۾ آهي. زهري ميچر عام ميچر ڪان قدم ننڍو ٿئي ٿو، هو پيٽ تي وهڻ مهل پنهنجي ڏڙ جو پوين حصو مٿي ڦيرائي وهندو آهي ۽ سندس پرن تي ننڍي چار هلڪا ڳاڙها ۽ ڦڪا ڳاڙها پٽا ٿين ٿا، جي عام ميچر کي ڪين ٿين.

پنهنجي هٿ تي ويٺل ميچر کي جاچي ڏسندو تہ معلوم ٿيندو تہ ڪيس مٿي مان نڪتل سُئيءَ جهڙي هڪ سونڍ آهي، جا چڪ پائڻ مهل ساٿهوءَ جي چمڙيءَ ۾ لنگهائي ڏيندو آهي. اها سونڍ پوري آهي جنهن منجهان

مڇر جي پِڪَ رت ۾ وچي گڏبي آهي، ان
ڪانپوءِ هو ڪجھ رت پنهنجي پيٽ ۾ چوسي
وٺندو آهي. هاڻي جي مڇر ڪنهن تپ ۾
ورتل ماڻهوءَ کي چڪ پائيندو ته انجي رت
سان گڏ هو ڪيترا جيوڙا به چوسي وٺندو،
جي پوءِ وڏي وڏا ٿي سندس سونڊ جي
چوٽيءَ ۾ وچي ويهندا آهن. وري جڏهن اهو
زهري مڇر ڪنهن چڱي ڀلي ماڻهوءَ کي چڪ
پائيندو ته سندس پِڪَ ۽ ان سان گڏ اهي
زهري جيوڙا ان ماڻهوءَ جي رت ۾ گهڙي
ويندا ۽ اهو هنڌ سڄي ڳاڙهو ٿي پوندو. پوءِ
جيوڙن جو انداز وڌڻ ۽ ماڻهوءَ جو نهم ٿڪ
ٿيڻ. ڏسو ته ڪينَ جهڙو جيت ڪهڙو نه
خلم ٿو ڪري! ننهنڪري مڇرن کي جتي ڏسو
ته انهيءَ کين ناس ڪريو. مڇرن کان جند
ڇڏائڻ لاءِ هيٺيان اپاءَ ڪم ۾ آڻڻ گهرجن:-

(١) جنهن صورت ۾ مڇر ڪني پاڻيءَ ۾ وڌن ٿا، تنهن صورت ۾ گهرن جي آس پاس پاڻي بيهڻ نه ڏجي. ڪڌون ڪوپا سب پيري چڏجن ۽ پوسل ٿيڻ نه ڏجي. پگل تين ۽ دلاجن ۾ پاڻي پيل هجي، سي اوڻتو چڏي ڏيڻ نه گهرجن. گهر ۾ پاڻيءَ جا ٿانوَ ڍڪي رکجن.

(٢) مڇرن جا ٻچا ساه ڪڍڻ لاءِ پاڻيءَ مان ٻاهر نڪرندا آهن. تنهنڪري پاڻيءَ مٿان جيڪڏهن گاسليٽ هاربو ته اهي ٻاهر اچي ڪين سگهندا ۽ اندر ئي ٻوساٽجي مري ويندا.

(٣) ڪوهن، تلائن ۽ ڍبن ۾ ننڍيون مڇيون رکبيون ته اهي ٻـ مڇرن ۽ سندن آنن کي گرڪائي وينديون.

(٤) گهرن جو فرش ڌوئي صاف ڪجي ۽

مٿس فينائل هارجي تہ مچر مري ويندا.
ڪوٺين کي گندرف، ڌوپ يا ٻيءَ ڪنهن
تيز شيءِ جو دونهون ڏجي.

(٥) ٽپا وليءَ وارن هندن تي جي ماڻهو
رهن ٿا، تن کي کپي تہ مڇردانيون يا
مهاڙيون ڪم آڻين. جيڪڏهن سڀ ماڻهو
مهاڙيون رکي نہ سگهن تہ گهٽ ۾ گهٽ بيمار
لاءِ تہ تمام ضروري آهن.



سبق ٩

## موسمي تپ

اسانجي ملڪ ۾ موسمي تپ ڪري سال
بسال ڪيترا ماڻهو مرن ٿا، تہ بہ اسان مان
گهڻن کي اها بہ خبر ڪانهي تہ اهو تپ
پيدا ڪيئن ٿو ٿئي. ڪيترا جاهل ماڻهو تہ انهي

جو سبب جن پوٽ يا لڳت جو حساب سمجهندا آهن ۽ دوا درمل ڪرڻ جي بدران وڃيو ٽڳن جي ور چڙهن، جسي بيمار کي طرحين طرحين جون تڪليفون ڏيئي جن يا پوٽ ڪيندي انجي حياتي چٽ ڪيو ڇڏين.

موسمي تپ جنهنکي عام طرح سرءُ جو تپ يا مليريا بہ چوندا آهن سو درحقيقت هڪ قسم جو زهر آهي جو برساتي موسم يا پاڻيءَ جي لاهہ وقت (سپٽمبر کان ڊسمبر تائين) هڪ قسم جي جيوڙن مان پيدا ٿئي ٿو. تپيل ماڻهوءَ جي رت ۾ انهن جيوڙن جو انداز تمام گهڻو ٿئي ٿو. اهو جئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي مڇرن جي ڪري ڦهلجي ٿو.

موسمي تپ جا جيوڙا ماڻهوءَ جي رت جي ڳاڙهن جزن تي حملو ڪري رت جي

ڳاڙهاڻ کي ناس ڪريو ڇڏين ۽ ماڻهو پيلو ٿيو پوي. انهي حالت ۾ ڪو به ڪم ڪونہ ٿو اچيس، سندس منهن هميشه سائو ۽ اداس رهي ٿو، اچا ٿوري اس لڳيس تہ جهٽ تپ آيس. تنهن کي زياده ڪم ڪرڻو ٿو پوي ۽ اها وڏيو وچي جنهنکي پوءِ هيانچو چئبو آهي. ڪن ماڻهن جو هيانچو تہ ايڏو وڏو ٿي ويندو آهي جو سڄو پيٽ پرجي ويندو اٿن.

موسمي تپ تمام خوفناڪ مرض آهي، جنهن بہ ماڻهوءَ کي هڪواريءَ ٿئي ٿو تہ کيس اهڙو ضعيف ڪيو ڇڏي جو هو پوءِ ڪنهن وڏي مرض جو شڪار ٿيو پوي. تنهنڪري جي پانيو تہ موسمي تپ اصل نہ ٿئي تہ کيس روڪڻ لاءِ مکيہ اپاءُ آهي مڇرن کي ناس ڪرڻ.

جيڪڏهن ٽپ ٽي پوي نه پوءِ هيٺيون
خبرداريون رکڻ گهرجن:-

(١) بيمار کي مڇرداني يا مهاڙيءَ اندر سمهارجي جئن سندس بت کي مڇر ويهي نه سگهن نه ته مڇر ٽپ جو ٻج سيني ماڻهن ۾ پکيڙي ڇڏيندا.

(٢) بخار جي گرميءَ کان بيمار کي اڃ تمام گهڻي لڳندي آهي. اهڙيءَ حالت ۾ رواجي پاڻي ڪاڙهي، ڇاڻي ۽ قدري ٺاري ڏجي. ليمون گرم ڪري مٿس لوڻ ۽ ڪارا مرچ ٻرڪي بيمار کي کارائجي ته خشڪي گهٽ ٿيندس.

(٣) بخار اچڻ کان ٽي يا چار ڪلاڪ اڳ انڪل ويهه گرين ڪوئنين روزانو بيمار کي کارائجي. هفتو سانده ڪوئنين کارائڻ گهرجي. ڪوئنين بخار جي جيوڙن کي ناس ڪرڻ لاءِ

هڪ تڪ علاج آهي. تنهنڪري تندرست ماڻهو بہ جيڪڏهن ڪوئنين استعمال ڪندو تہ سرءُ جي تپ کان آجو رهندو. ٻارن کي کير يا شربت ۾ ڪوئنين ڳاري ڏيڻ گهرجي چو تہ ڪڙي هئڻ سبب ٻار ڪوئينن رڳو پاڻيءَ سان تمام ڏکيو وٺندا آهن. هينئر ڪوئنين جي جي بدران يوڪوئنين ٻارن کي ڏيندا آهن ڇاڪاڻ تہ انمان ڪوئنين جي ڪڙاڻ ماريل آهي.

(٣) بيمار کي کاڌو بلڪل هلڪو ۽ جلد هضم ٿيندڙ ڏيڻ گهرجي ۽ ٿي سگهي تہ کيس هوا جي مٽ سٽ لاءِ ڪنهن اهڙي هنڌ وٺي وڃجي جتي سرءُ جو تپ نہ هجي. پر جي جلد فائدي جي صورت ڏسڻ ۾ نہ اچي تہ ڊاڪٽرن سان صلاح ڪجي.



سبق ١٠

# مکڙون

گهرو مک، گند، ڪچري، چيڙهي ۽ پاڻ وغيره ۾ آنا لاهيندي آهي. چوويهن ڪلاڪن بعد آني مان ڦٽي ڪينئون جڙندو آهي. پنجن يا ستن ڏينهن جي عرصي ۾ اهو ڪينئون مک ٿي پوندو آهي. هرهڪ مک سو ڪان مٿي آنا لاهيندي آهي؛ انهي ڪري منجهن واڌارو تمام گهڻو ٿئي ٿو.

مکيون ڪن ڪچري کائڻ جون ڏاڍيون شوقين آهن. عام طرح ڪن ڪچرو کائي، اڏامي اچي کاڌي جي شين تي وهنديون آهن. سندن ٽنگن تي بي انداز سنهڙي ٻُرَ ٿئي ٿي، جن ۾ گند جا ذرا چنبڙيو پون. جي وري اسانجي کاڌي ۾ ملايو ڇڏين. اهڙيءَ

طرح کسيءَ ۾ ڪاڪوسن جو گند ڪالرا ۾
آندي جي تپ جي جيوڙن سميت اسانجي
ڪاڏي سان گڏجيو وڃي. انهيڪري ضروري
آهي تہ ڪاڏي تي مک کي وهڻ نہ ڏجي.
ڪاڏي پيتي جي شيءِ اگهاڙي اصل نہ رکجي.
جاريءَ يا ململ جي ٽڪرن سان ڪاڏي پيتي
جون سڀ شيون ڍڪڻ گهرجن. بزار ۾
حلواين ڪاسائين ۽ ميوي وارن جي دڪانن
تي اوهان ڏٺو هوندو تہ مکين جي وهڻ
ڪري هرڪا شيءِ ڪاري ٿي پيئي هوندي
آهي. هيڏي هوڏي نهاري ڏسندو تہ اهي
مکيون ڪسيءَ جي ڪچري تي ويهي وريو
اچيو انهن دڪانن جي شين تي وهن.
اهڙيون شيون نهايت نقصان ڪار آهن؛ خاص
ڪري جڏهن رڌڻ کان سواءِ ڪم آڻجن ٿيون

جهڙوڪ:- ميوا يا منايون. اهڙي حالت ۾ ميوو فقط ڪل وارو ڪائجي جهڙوڪ:- ڦريون نارنگيون ۽ ڏاڙهون وغيره. جي منائيءَ جي ضرورت هجي تہ ڪوشش ڪري ڪوسي ڪوسي هٿ ڪجي جنهن ۾ مکڻ نہ ويڻي هجي.

اوهان کي اهو بہ ويچار ڪرڻ گهرجي تہ مکين کي گهر ۾ اچڻ کان ڪيئن روڪجي. اوهان کي سڌ آهي تہ هنن جو واڌارو ڪچري ۽ گندگيءَ ۾ ٿئي ٿو. تنهنڪري اهڙيون شيون گهرن جي ويجهو رهڻ نہ ڏيو. کاڌي جون شيون ضرور ڍڪي رکو ۽ گند جا ڍير بہ ڍڪيل رکو. جي گهوڙا ۽ ڳئون هجن تہ انهن جو ڀاڻ ڪڏون ڪوٺائي انهن ۾ وجهي مٿان چن چٽڪا رائي ڇڏيو. درن ۽ درين تي جاريون يا چڪون هڻڻ گهرجن. مطلب

ته پنهنجن گهرن ۾ ۽ چوڌاري صفائي رکڻ
کري مکيون گهٽجي وينديون.



سبق ۱۱

## ماتا

ماتا هڪ وچڙندڙ بيماري آهي جنهن
وگهي هزارين ماڻهو سال بسال مرن ٿا. انهي
بيماريءَ ۾ پهريائين مٿي ۾ سور پوندو آهي،
ڪُڪڙُن ۽ پُٺيءَ ۾ درد ۽ الٽيون ٿينديون
آهن، تنهن کانپوءِ تپ ايندو آهي تپ ايترو
زور وٺندو آهي جو ۱۰۴ يا ۱۰۵ درجن تي
وڃي پهچندو آهي. ٽن ڏينهن کان پوءِ منهن ۽
پيشانيءَ تي سنهڙي بُرِ بُرِ نڪرندي آهي،
چوٿين ڏينهن اها بُرِ بُرِ داڻن جهڙي صورت
وٺي سڄي بت تي پکڙجي ويندي آهي.

پنجين ڏينهن هرهڪ داڻي ۾ پاڻي پيو آهي، انين ڏينهن پاڻيءَ جي بجاءِ پونءِ پيرجي ايندي آهي. اٽڪل ڏهن ڏينهن کانپوءِ ڀريائين منهن جا ۽ پوءِ هٿن ۽ پيرن جا داڻا سڪڻ لڳندا آهن، چوڏهن ڏينهن بعد کَڙيون ٻڌجي وينديون آهن جي ويهن کان ٽيويهن ڏينهن جي اندر لهي وينديون آهن ۽ چُگهه ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

چوندا آهن ته "ماتا ماري يا ڪاري" گهڻين حالتن ۾ بيمار يا ته مرندا آهن يا انڌا ٿي پوندا آهن، ٻي صورت ۾ ڪو نه ڪو عيب ته ضرور ٿي پوندو اٿن. هيءَ مرض ڏاڍو وچڙندڙ آهي هڪ ماڻهوءَ کي ٿيو ته ساري پاڙي ۾ پکڙندي ويرم ئي ڪا نه ڪندو. انهي ڪري بيمار کي جدا رهائڻ بلڪل ضروري آهي.

ماتا کي روڪڻ لاءِ ٽُڪَن ڏيارڻ جهڙو ٻيو ڪو علاج ڪونهي. ٽُڪن ۾ ڪا به تڪليف ڪانهي. هينئر نہ ٽڪن ڏيڻ جو اهڙو سولو رستو ڳولي ڪڍيو اٿن جو ڪنڊي چيڻ جيترو بہ ايذاءُ ڪونہ ٿو اچي. ڀرا ڙيءَ جا ماڻهو ٽُڪن کان اهڙو وٺن ويندا آهن جو وئڪسينيٽر ڏنائون تہ يڪدم پنهنجا ٻار لڪايو ڇڏين، پر ائين ڪرڻ صفا ناداني آهي. ماتا کي روڪڻ لاءِ فقط ٽُڪا ئي اَڻ ڳُس اُپاءُ آهي؛ رڳو هڪ يا بہ ڏينهن ٽڪن پرجڻ ڪري ٻانهن تي سوج ۽ هلڪو تپ ٿيندو جو ماتا جي ڀيٽ ۾ ڪجهہ نہ آهي. ٻار کي ڄمڻ بعد ڏهن ڏينهن ڪانپوءِ ڪڏهن بہ ٽڪا ڏياري سگهجن ٿا. ضعيف ٻارن جي حالت ۾ ٽڪا ڍيرج ڪري ڏيارجن پر تہ بہ ٻن سالن اندر سيڪنهن ٻار کي ضرور ٽڪا ڏيارڻ

ڪپن. جڏهن ٻار ستن سالن جو ٿئي ته پيهر ڪيس ٽڪا ڏيارجن. اهڙيءَ ريت سيڪنهن ستين سال ورائي ٽڪا ڏيارڻ تمام فائدي وارو آهي. اسانجي ديس ۾ ٽڪن ڏيارڻ لاءِ سپ کان عمدو وقت سياري جي موسم آهي.

يورپ ۾ هن مرض جو نالوئي ڪونهي، تنهنجو سبب رڳو اهو آهي جو اتي ٻارن کي زوريءَ ٽڪا ڏبا آهن. جڏهن اهو مرض پيدا ٿيندو آهي تڏهن ته سيڪو ماڻهو پنهنجي رضا خوشيءَ سان ٽڪا ڏياريندو آهي.

---

سبق ۱۲

## بيت

۱- هيءَ هڏ وهاڻي، تون ڪڙهه ڪالهوڻي ڏينهن ڪي،
اٿي اور ارٿ سبن، ويهه مَ ويڳاڻي،

۽ صَرّاف سُياڻي، موتائي هٽني ۽ مُنهن جي.

٢. هيءَ هڏ وهاڻي، جان ڪتنديون ڪان ڪت،
ڪو پلهنجيءَ عيد کي پيري ڪج پيرت،
متان رئين رت، صَباح وڃ سَرَلئين.

٣. ڪتڻ جي ڪانَ ڪرئين، سُتي ساهيئن هَڏَ،
صَباح ايندَيءَ اوچتي عيد اُگهاڙن گڏ،
جت سرٽيون ڪنديون سڏ،
ات سڪنديءَ سينگار کي.



سبق ١٣

# سڏريل ڪڙمي

قدير زمانيءَ کان وٺي سيني ملڪن ۽ قومن ۾ پوک ۽ آباديءَ کي وڏيءَ عزت ۽ آبرو وارو ڌنڌو سمجهيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته سڀني مخلوقات جي جياپي جو مدار کيتيءَ

ٿي آهي. اسانجي ملڪ ۾ مشهور ڀاڪو آهي
تہ "اُتم کيتي، وڏندڙ واپار، نيچ نوڪري".
اهو ڀاڪو ڏيکاري ٿو تہ اسانجي وڏن وٽ
کيتيءَ جي ڌنڌي جو ڪيڏو نہ مان هو.
اڪبر بادشاه جي زماني ۾ کيتيءَ کي سون
اُپائيندڙ هنر چوندا هئا. پر اڄ اهو ڏينهن
آهي جو ڪڙمي ويچارا سڄو سال سخت
ڪمائي ڪرڻ ڪانپوءِ بہ مشڪل سان ٻن مهنن
جي ماني ڪمائي سگهن ٿا. اڳوڻي وقت
جي زمين جي پيدائش کي هاڻوڪي وقت
جي پيدائش سان ڀيٽبو تہ بلڪل وڏو تفاوت
ڏسڻ ۾ ايندو. جئن تہ ڪٽڪ اڳي هڪ
ايڪڙ مان $14\frac{1}{4}$ مڻ نڪرندي هئي ۽ هاڻي
$8\frac{1}{4}$ مڻ ٿي نڪري؛ چانور اڳي $16\frac{3}{4}$
مڻ في ايڪڙ لهندا هئا ۽ هاڻي ١٠ مڻ؛

ڪپهه اڳي ۲½ مڻ ايڪڙ تي لهندي هئي ۽ هاڻي ۲٦ سير.

اها زمين جي پيدائش نه رڳو اڳئين وقت جي ڪري گهٽ آهي، پر دنيا جي گهڻن ملڪن کان به گهٽ آهي. انگلنڊ ۾ ڪڻڪ ۲۲½ مڻ ايڪڙ مان پيدا ٿئي ٿي؛ فرانس ۾ ۱۵ مڻ؛ اسپين ۾ ۱۸ مڻ ۽ هندستان ۾ ۸½ مڻ. اٽليءَ ۾ چانور ۳۱ مڻ في ايڪڙ پيدا ٿين ٿا ۽ هندستان ۾ فقط ۱۰ مڻ. مصر ۾ ڪپهه ٥ مڻ ايڪڙ مان لهي ٿي ۽ هندستان ۾ فقط ۲٦ سير. اسانجي ديس ۾ ۸۰ سيڪڙو ماڻهو کيتيءَ تي گذران ڪن ٿا. هاڻي جڏهن کيتيءَ جي پيدائش ايتري قدر گهٽ ٿي ويئي آهي، تڏهن ماڻهو مفلس نه ٿيندا نه ٻيو ڇا ٿيندو؟

پورت نه هئڻ سبب هرسال ڪيترا زميندار

پنهنجون ٻنيون قرضخواهن ۽ شاهوڪارن وٽ نيڪال ڪن ٿا. ڪڙميءَ جي ته اهڙي حالت آهي جو پيٽ اٽس ته انگ ڪونهيس. جيڪڏهن ڪنهن سال سوڪ ٿئي يا ڏڪار پوي ته پوءِ ڪڙميءَ جهڙو ٻرو حال ٻئي ڪنهنجو به ڪونه ٿو ٿئي. ويچارا هاري ٻنين سان محنت ۽ جفاڪشي ڪرڻ ۾ گهٽتائين ڪونه ٿا ڪن، تنهن هوندي به پيداوار بلڪل ٿوري آهي. تنهنجا هيٺيان سبب آهن:-

(١) صدين کان ساڳي زمين ورائي ورائي آباد ٿيڻ ڪري ڪيس ساهي اصل ڪانه ٿي ملي، جنهنڪري زمين ايترو ته ٿڪي ويئي آهي جو اپت جي بدران ڪوٽ ۾ پيئي وڃي.

(٢) پوک ڪرڻ جو دستور، هلت ۽ اوزار بلڪل جهوني زماني جا آهن، جي هن زماني ۾ بلڪل بيڪار ثابت ٿيا آهن.

(۳) وڏي ڳالھ تہ ڪڙمي اڻ پڙھيل آھن، جنھنڪري ڀوڪ ڀوڪڻ جي فن جي ڪين ڀوري سڌ ڪانھي. مٿين سڀني گھٽتاين جي ڀورت تڏھن ٿيندي جڏھن سڌريل رستي سان ڀوڪ ڪبي. انھي لاءِ ھيٺيان اپاءَ آھن جن جي وسيلي ڪڙمي پنھنجي پيدائش وڌائي سگھي ٿو.

(۱) سائنس جي رستي تي عمل ڪرڻ.

(۲) سڌريل اوزار ڪم آڻڻ.

(۳) تمام سٺو ٻج ڪم آڻڻ.

(۴) پيدائش وڌائيندڙ فصل ڀوڪڻ.

سائنس جي رستي تي عمل ڪرڻ جي معنيٰ آھي تہ فصل ڀوڪڻ ۾ ڪفائتي ۽ وڌيڪ ڪارائتا نمونا ڪم آڻجن.

سڌريل اوزارن جي ڪم آڻڻ جي تہ تمام گھڻي ضرورت آھي؛ چاڪاڻ تہ ڀوريءَ ريت زمين ناھڻ سان ئي پيدائش جي واڌاري جي

اميد رکـي سگهجي ٿي. زرعي ڪا ٿي وٽ
ڪيترن قسمن جا سُنا هَرَ موجود آهن، جي
کهڙي بہ سخت زمين کي ڪنئرو ڪيو
ڇڏين ۽ وچولن ڏيگھن جو جوڙو انهن کي
ڇڪي سگهي ٿو. انهن هرن مان مشهور آهي
”راجا هر“، جو هڪ تہ زمين کي اونهو ڪيڙي
ٿو، ٻيو زمين اٿلائي هيٺيون تہ مٿي ۽
مٿيون تہ هيٺ ڪري ٿو. انهيءَ ڪا نسواءِ
پترن پچڻ لاءِ هڪڙي سُني لينڻ آهي جنهن
کي ”ديسائي لينڻ“ چئبو آهي. هن لينڻ
جا ايترا فائدا آهن جو هت بيان ڪري ڪين
سگهبا. هنن اوزارن جي ڪا گهٽي قيمت
ڪانهي. زرعي ڪاتي جي ڪنهن بہ آفيسر کي
لکڻ سان ڪفائتي اگهہ تي ملي سگهندا.

ٻج جي باري ۾ اسانجا ڪڙمي تمام
بي پرواهي ڪندا آهن. هُو فصل لهڻ وقت

سنو ۽ سگهارو ٻج چونڊي رکڻ جو خيال ئي
ڪونہ ڪن. سڀ ڪڙمي ٻج گهٽو ڪري
واڻين کان خريد ڪندا آهن، جو نڪي صاف
۽ نج ٿئي ٿو، نڪا منجهس ڦُٽڻ جي طاقت
ٿئي ٿي، سگهارو ٻج پوکڻ پيدائش وڌائڻ
جو مکيہ ذريعو آهي. اڄ ڪلهہ زرعي کاتي
وٽ تمام عمدا ٻج موجود رهن ٿا جتان
ڪوبہ ماڻهو سولائيءَ سان وٺي ڪم آڻي
سگهي ٿو.

پيدائش وڌائيندڙ فصل آهن پٽاٽا، بصر،
ٽماٽا ۽ نيلي ٻج. جيڪڏهن بنيءَ سان
سٺي محنت ڪبي تہ پٽاٽا، بصر ۽ ٽماٽا
ايڪڙ ٽي ادائي سوءُ روپيہ پيدا ڪندا.

انهي کانسواءِ پاڻ سنڀالي رکڻ جي بہ
ڪڙمين کي سڌ ڪانهي. چوپائي مال جو ڇيڻو
هڪ عمدو ۽ سستو پاڻ آهي. پر اسانجي

ملڪ ۾ انکي بيڪار شيءِ سمجهي جلايو وڃي ٿو. ڀاڻ اس ۾ ڏيگهه ڪري رکن تا جنهن ڪري ان منجهان طاقت وارو جزو سج جي گرمي ڪڍيو ڇڏي. ڀاڻ رکڻ جو سنو طريقو آهي ته زمين ۾ کڏ کوٽي ان ۾ ڀاڻ پوري ڇڏجي، ائين ڪرڻ ڪري ڀاڻ ۾ هڪ قسم جي ڪيميائي طاقت ٿئي ٿي، جا فصل لاءِ ڏاڍي فائدي واري آهي. کڏهن کڏهن ٻنيءَ کي عام لوڻ جو ڀاڻ به ڏجي. گوار ۽ ڇڻن جي پوکر به ٻنيءَ کي تمام گهڻي طاقت ڏئي ٿي، بلڪ ڪي ته گوار پوکي سائيءَ جي سائي ٻنيءَ ۾ وري هر سان پوري ڇڏيندا آهن. انهي کي سائو ڀاڻ چئبو آهي جو پڻ ٻنيءَ لاءِ ڏاڍو ڪارائتو آهي.

---

سبق ١٤

# ڪو آپريشن

(سهڪاري يا ميلاپي طريقو)

دنيوي ڪاروبار هلائڻ لاءِ ڪو آپريشن هڪ ميلاپي طريقو آهي جنهن ۾ ماڻهو پنهنجي خوشيءَ سان داخل ٿي، گڏجي برابريءَ جي اصول تي ڪم ڪن ٿا، انهي لاءِ تہ ڪو مالي فائدو حاصل ڪن يا ڪو سهنج موجود ڪن جو سڀني سان گڏ ڪين بہ سهوليت ملي. مطلب تہ سڀئي ميمبر هرهڪ جي ڀلي لاءِ ۽ هرهڪ ميمبر سڀني جي ڀلي لاءِ ڪوشش ڪري ٿو. هيءَ تحرّڪ انهي لاءِ برپا ٿيو تہ جيڪي تڪليفون ۽ هرج غريب عالم جي درپيش اچن ٿا سي ميلاپي طريقي سان دور ڪجن ۽ جيڪي سهنج دولتمند ماڻهو پنهنجي دولت جي زور تي موجود ڪري

ٽو سي سهنج گهٽن ميمبرن جي گڏيل
ڪارپٽ تي حاصل ڪجن. گهٽو ڪري سڀني
ملڪن ۾ هي تحرڪ اول آبادگارن ۾ جاري
ٿيو، پوءِ ڪاسبين ۽ ڪارخانن جي پورهيتن ۾.

دنيا جي سڀني سڌريل ملڪن ۾ ڪنهن
نہ ڪنهن نموني جو ميلاپي طريقو هلندڙ آهي.
انهن ملڪن ۾ ڪوآپريشن (تعاوُن سهڪار)
ڪري تمام سٺا نتيجا نڪتا آهن. جتي اڳي
وياج جو نرخ ٢٠ يا ٣٠ سيڪڙو هو اُتي هينئر
٤ يا ٥ سيڪڙو وڃي بيٺو آهي ۽ وياج خورن
جو نالوئي نڪري ويو آهي. مشينري ۽
طاقت وارن پاڻن ڪم آڻڻ ڪري انهن
ملڪن جي زرعي پيدائش گهڻو وڌي ويئي
آهي. مثلاً جرمنيءَ ۾ ڪنهن وقت اهڙي
حالت هُئي جو اتي آباديءَ لائق زمين جو
گهڻو ڀاڱو ويران پيل هو، انگ اگهاڙا پيٽ

بکيا ڳوٺاڻا ڪُتلن لانديڪن ۾ رهندا هئا . اڄ اتي وڃي ڏسبو تہ سرسبز ٻنيون ۽ انگورن جا باغ ڏسڻ ۾ ايندا. هاري بلڪل آسودا ٿي پيا آهن ۽ پڪن گهرن ۾ گذارين ٿا. چوپايو مال بہ جام ڌاريو اٿن.

اها سڀ ترقي هنن ڪوآپريشن (تعاون سهڪار) جي مدد سان ڪئي. ساڳي ريت انگلنڊ ۽ آمريڪا جي ماڻهن بہ ميلاپي طريقي جي وسيلي چڱي ترقي ڪئي آهي.

هاڻي جڏهن انگلنڊ ۽ آمريڪا جهڙن سکين ۽ ساون ملڪن ۾ ڪوآپريشن جي ضرورت آهي تہ اسانجي غريب ملڪ ۾ ان جو ڪيترو نہ ڪپ آهي.

درحقيقت اسانجو ملڪ قدرتي نعمتن ۾ ٻين ملڪن کان ڪو گهٽ ڪونهي. ڌرتيءَ جي مهر سان آباديءَ لائق زمين ججهي، پاڻي

مٿو ۽ آب وھوا سڀني فصل پيدا ڪرڻ لاءِ موافق آھي. معدني خزانو بہ جام آھي. انھي ھوندي بہ اسانجا ديس ڀائي مفلس ۽ مسڪين آھن. ڀيا ھنر تہ نھيو، پر کيتي جنھن تي اسانجو جياپو آھي تنھن ۾ بہ پٺ تي پئجي ويا آھيون. پوري موڙي نہ ھئڻ سبب سموري آباديءَ لائق بني آباد ٿي نہ ٿي سگھي، جنھنڪري گذاري لاءِ جيترو اناج گھرجي تنھنجو اڌ بہ مشڪل سان حاصل ٿئي ٿو. نتيجو اھو ٿيو آھي جو آبادگارن کي اڌ پيٽ بہ مشڪل سان جڙي ٿو. بي علميءَ ڪري نڪي ترقي ٿي ٿئي نڪي ماٺھو تازا توانا رھن ٿا.

چوندا آھن تہ "ڏبري ڏڳي کي مڇر بہ گھڻا". بلڪ ۾ بيروزگاريءَ ڪري ڪيتريون بيماريون اسان وٽ گھر ڪري ويئون آھن.

جنهنکري پورهيت ڪمائي ڪرڻ کان رهت ٿي ويا آهن. آبادگارن کي گهرن ۾ اهو ڪٽو ڪونهي جو فقط هڪڙي مند ڏڪار يا ٻي ڪنهن وقت آفت کي منهن ڏيئي سگهن.

اهي سڀ حالتون ڏسي هندستاني مُدَبِّرن کي خيال ٿيو ته آبادگار کي بنيءَ جي سڌاري لاءِ قرض کڻڻ جو سهنج ڪري ڏجي ۽ اهو قرض هجي به اهڙي ٿورڙي وياج تي جنهن مان آبادگار پنهنجو سچو سڌارو ڪري سگهي ۽ ساڳئي وقت ورتل قرض به موٽائي ڏئي. انهي مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ سرڪار جي به ڪافي مدد ٿي آهي. هڪ جدا کاتو انهيءَ ڪم لاءِ سرڪار مقرر ڪيو آهي جنهنکي ڪو آپريٽو سوسائٽين جو کاتو سڏيندا آهن. انهي کاتي سڄي سنڌ ۾ هنڌ

هنڌ سوسائٽيون برپا ڪيون آهن جتان واجبي نرخ تي قــرض کڻي سيڪو آبادگار پنهنجي ٻنيءَ جو سڌارو ڪري ۽ اپت وڌائــي سگهي ٿو.

ڪوآپريٽو اوڌر جي سهنج ڪري ننڍن آبادگارن جو گهڻو بچاءُ ٿيو آهي. جئن تــ انهن کــي اوڌر سستي اگهه سان ملي ٿــي. ڪين چوندبج ۽ سڌريل زرعي اوزار سولائي سان ملن ٿا. جيڪڏهن چاهين تــ هــ ڪوآپريٽو طريقي سان ٻڌي خريد فروخت ڪن. ڪپهه ناڙڻ لاءِ پنهنجيون مشينون ۽ سارين ڇڙڻ لاءِ پڻ پنهنجا ڪارخانا کولي سگهن، جنهنڪري وچ وارن جو نفعو ۽ انهن جي دغابازي نڪري وڃي. پر سنڌ جا هاري

ڪو آپريٽو اوذر جو پورو فائدو ڪونہ ٿا وٺن. گهٽا تہ زمين سڌارڻ، هلت خريد ڪرڻ يا ٻين ضروري سببن ڏيکارڻ سان سوسائٽيءَ مان قرض کڻي پوءِ ان کي اٽاسن ۽ اڻ اپتائتن ڪمن جهڙوڪ شادي، طهر يا ٻيءَ طرح رسمن جي بجا آوريءَ ۾ خرچ ڪبو چڏين. جنهنڪري نڪي ان مان پيدائش ٿئي ۽ نڪو سندن زمين جو سڌارو ٿئي. آخر مقرر مدي اندر قرض موٽائي نہ ڏيڻ ڪري لاچار سوسائٽيءَ کي سندن زمين وڪڻي پيسا وصول ڪرڻا ٿا پون.

ڪو آپريشن مان اخلاقي ۽ سياسي فائدا بہ گهٽبئي آهن. جئن تہ ڪو آپريشن سست ماڻهوءَ کي محنتي ڪري ٿي، هٿ ٺاڙ کي ڪفايت سيکاري ٿي ۽ بدن کي بہ لڪڻ

پڙهڻ جهڙو ڪري ٿي. ڪو آپريٽو سوسائٽي
سبڪاري ٿي ته پنهنجو ووٽ ڪهڙيءَ طرح
ڪتب آڻجي ۽ سوسائٽيءَ جو ڪاروبار گڏجي
ڪيئن هلائجي. جيئن ڳوناٽن ۾ ووٽ ڏيڻ
جي ٻوجهه وڌندي ٽيئن هو قاعدي ساز
ڪائونسل ۾ پنهنجا عيوضي سياٽپ سان
چوندي موڪليندا. سوسائٽي جا ڪي
ڪارپرداز ميمبر وڏن مسئلن حل ڪرڻ جي
لياقت حاصل ڪندا، جنهنڪري هو لوڪلبوربن،
ميونسپالٽين ۽ پنئچاٽن ۾ وڏيڪ ڪارائتا ٿيندا.



سبق ١٥

# پھاڪا

١- ماڻھو سڀ نہ سھڻا، پکي سڀ نہ ھنج،
ڪنھن ماڻھوءَ منجھہ اچي بوءِ بھار جي.

٢- ماءُ سا ماءُ پيو سڀ دنيا جو واءُ،
ماسي نہ ڏئي ماءُ توڙي ڪيڏي ڏئي ساھ.

٣- مڻن چڙيون مائٽيون سڀن چڙيو ساءُ،
اھڙو ڪو لڳو واءُ جو پنھنجا بہ پرارا ٿيا.

٤- نہ ڪنھن جي ڪڻي کي ھٿ لائجي،
نہ پنھن جو پٽ ڦاڙائجي.

٥- مانَ جو بکيو سيڪو، نانَ جو بکيو ڪو ڪونہ.

٦- ترار جو ڦٽ ڇٽي وڃي،
زبان جو ڦٽ نہ ڇٽي.

٧- هنر واري جو هنر، بي هنر جي جند.

٨- هيريءَ سندي هير تنگ پيجي به نہ رهي.

٩- عادت نہ مٽي عادتي، علت مورنجاءِ،
اُٺ پوي ڪٽڪ ۾، تہ به ڪندا چڻ چڻ ڪاءِ.

١٠- يار سڏائي سيڪو جاني زباني،
آهي آساني، پر ڪم پوي ڪَلَ پوي.



سبق ١٦

# خط لکڻ

جيڪڏهن اسانجو ڪو دوست يا مٽ مائٽ ٻئي ڪنهن ڳوٺ ۾ اسان کان پري رهندو هجي ۽ اسانکي ضرورت پوي تہ ڪيس ڪو احوال ڏيون تہ پوءِ هن کي يا قاصد

جي هٿان نياپو موڪليندا سين يا خط لکندا سين.

خط لکڻ جا قاعدا :-

(١) موڪليندڙ جو نشان پتو:- سڀ کان خط ۾ هيءَ ڳالهه تمام ضروري آهي ته خط جي سري تي سڄي پاسي کان خط موڪليندڙ پنهنجو سمورو پتو معلي سميت ڄاڻائي جيئن ته

"فقير جو پڙ حيدرآباد سنڌ"

(٢) خط جي روانگيءَ جي تاريخ :- سري واري پٽي ڪانپوءِ ٻيءَ سٽ ۾ تاريخ، مهنو ۽ ۽ سال ڄاڻائڻ گهرجي جنهن مان خط وٺندڙ کي خبر پوي ته ڪهڙي تاريخ خط لکيو ويو آهي. جيئن ته

فقير جو پڙ- حيدرآباد سنڌ

تاريخ ٨ سپٽمبر ١٩٣٩ع

(٣) عبارت ۽ شروعات :ـ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ٻه ڦيريائين خوش خيرعافيت ڪبي آهي يا حال احوال ڏبو وٺبو آهي ۽ تنهن کانپوءِ دلي مطلب ظاهر ڪبو آهي. اهڙيءَ طرح خط ۾ خط وٺندڙ ڏانهن مناسب لفظن ۾ سندس درجي آهر عبارت يا لقب القاب لکي پوءِ مطلب تي اچڻ گهرجي.



## ١- پيءُ ڏي خط

مارڪيٽ، حيدرآباد سنڌ
٨ سپٽمبر ١٩٣٩ع

سدا سلامت هجو
برادرم عزيز ميان عبدالڪريم صاحب
گهڻن سلامن کانپوءِ لکجي ٿو ته هن طرف

سڀ خير آهي اميد ته اوهين به هر طرح خوش خورم هوندا. ڪبترا ڏينهن ٿيا آهن جو اوهان وٽان ڪو خط پٽ ڪونه آيو آهي انهي ڪري اسانکي الڪو ٿي پيو آهي. مهرباني ڪري هفتي ۾ هڪ دفعه پنهنجي چڱيلائيءَ جي احوال کان اسانکي ضرور واقف ڪندا رهندا. اوهان جا بار ٻچا سڀ خوش آهن اوهان جو ننڍڙو ٻـــه روز سڪول ۾ ويندو آهي ۽ پنهنجو ڪم چڱيءَ طرح پيو ڪري. اوهين جڏهن هيڏانهن اچو ته سندس لاءِ بوٽ، ٽوپي ۽ ڪجهه رانديڪا وٺيو ايندا. هن طرف ڪو ڪم ڪار هجي تہ لکندا. هن خط جو جواب جلد موڪليندا.

دعاگو عبدالرحمان



# ننڍي ڀاءُ ڏي خط

منو ڊر ڪراچي
١٤ سپٽمبر ١٩٣٩ع

برادر جان برابر شال سدا خوش هجين

دعائن سلام پڇاڻا لکجي ٿو ته هت سڀ خير آهي، تو ڏانهن به ڌڻيءَ جي مهر سان سڀ خير هوندو. مطلب ته تنهنجو امتحان ڏسندي مهني ۾ ٿيڻو آهي تنهنڪري ڪوشش ڪري، رات ڏينهن لڳي پنهنجا ڪم پوريءَ طرح پڪا ڪري ڇڏجانءِ پڙهڻ جي لاءِ وقت مقرر ڪري ڇڏ ۽ پوري وقت تي سيڪو ڪم ڪندو رهه ته نيٺ ڌڻي ڪندو تہ امتحان ۾ سوڀارو ٿيندين. سوير صبح

جو اٿي، هٿ منهن ڌوئي پهريائين ڌڻيءَ جي بندگي ڪري پوءِ نيرن ڪري پنهنجي ڪم ۾ مشغول ٿيءُ. "ڦڙيءَ ڦڙيءَ تلاءُ" ٿورو ٿورو ڪم هرروز ڪندو رهندين ته نيٺ وڃي پار پوندين. اهو امتحان پاس ڪري وٺ ته پوءِ توکي انگريزي سڪول ۾ وهارڻ جو بندوبست ڪريون. پنهنجي پڙهڻ جو احوال لکندو وڃجانءِ ۽ جيڪي نه سمجهين سو پڇندو وڃجانءِ. خط جو جواب جلد موڪلج.

عثمان علي



# دوست ڏي خط

آڏواڻي گهٽي حيدرآباد سنڌ
١٨ سپٽمبر ١٩٣٩ع

پيارا ليلارام شال خوش هجو

نيا زن ڪانپور معلوم ڪندا تہ هت سڀ سک آهي. سک سلامتي اوهان صاحبن جي ڏٽي جي دربار مان روز گهرندڙ آهيون. مطلب تہ هتي تہ گهٽبيئي انجام ڪري ويا هئا تہ بمبئي پهچڻ شرط احوال لکندس؛ پر بمبئي جا نوان سنگتي اهڙا منا لڳا اَتَوَ جو پراڻن دوستن جي يادگيري بہ نہي! جيڪڏهن ائين آهي تہ اها اوهان جي ڀل آهي. اوهين ڪيترو بہ بمبئي جي ڇهڇٽي ني هرکجي هن جهوني دوست کي وساري ڇڏيو تہ بہ هي

دوست پنهنجي اڳوڻي سچائي ۽ وفاداري
سدائين ڏيکاريندو رهندو. پيو نہ نهيو رڳو
ٻہ چار اکر ڪارڊ ني لکي موڪليو تہ ٻہ
دلجاءِ ٿئي. روز ٽپالي ڪٿان نہ ڪٿان جا
ڪاغذ آڻيو ڏئي پر اوهانجو ڪاغذ جنهن لاءِ
سدائين پيو واجهايان سو الاجي ڪڏهن ايندو؛
تنهنڪري دادا سائين ٿورو لکيو گهڻو ڪري
ڄاڻجو ۽ يڪدم حال احوال لکندا تہ مهرباني.

اوهانجو دوست گوپالداس



# واپاري نموني جا خط

واپارين ڏانهن ڪنهن شيءِ جي خريد ڪرڻ بابت يا ان جي قيمت پڇڻ بابت جيڪي ڪاغذ پٽ لکيا آهن تن کي ”واپاري نموني جا خط“ چئبو آهي. واپاري خطن جي شروعات ۾ پيچاڙيءَ ۾ دعا ۾ ملاقات وارن لفظن جي ضرورت ڪانهي سنئون سڌو مطلب تي اچڻ گهرجي. جئن ته

تاريخ ٢- اپريل ١٩٣٩ع
نقيرجو پڙ حيدرآباد سند

مهربان مسٽر ٽولارام ائنڊ سنس
بوڪ سيلر بندر روڊ ڪراچي

مهرباني ڪري هينيان ڪتاب وي- پي پارسل جي رستي هيٺئين ايڊريس تي موڪليندا -

| | | | |
|---|---|---|---|
| سنڌي | چوٿون ڪتاب | ٢٥ | عدد |
| " | ٽيون ڪتاب | ٣٠ | " |
| " | ائٽلاس جاگرافي سنڌ | ٢٠ | " |
| " | تواريخ هندستان | ١٠ | " |
| " | تواريخ سنڌ | ١٥ | " |
| " | گرامر وڏو | ٢ | " |
| " | مشقن جون ڪاپيون | ٦٠ | " |
| " | نقشن جون ڪاپيون | ٥٠ | " |

رامچند پيرومل

فقير جو پڙ حيدرآباد سنڌ



سبق ١٧

# عريضي يا درخواست

خانگي ماڻهو يا زيردست جيڪڏهن ڪو خط بالا آفيسر ڏانهن ڪنهن خاص غرض سان لکي ته اهڙي خط کي "عريضي يا درخواست" چئجي. بالا آفيسر جو عهدو زيردست کان مٿاهون آهي تنهنڪري درخواست هميشه ادب واري نموني ۾ لکڻ گهرجي. درخواست جي چوٽيءَ تي آفيسر جو عهدو ڄاڻائجي جئن ته :-

"خدمت ۾ جناب ڪليڪٽر صاحب حيدرآباد"

عبارت ڪانپوءِ "عرض آهي" لکڻ گهرجي ۽ درخواست جي پڇاڙيءَ ۾ ادب جي نموني ۾ "زياده ادب" يا "عرضدار" يا "بندهه" اهي لفظ لکجن.

١- ايڊ منسٽريٽو آفيسر صاحب ضلع ڪراچيءَ ڏانهن

# سڪول کولڻ لاءِ درخواست

## درخواست جو نمونو ١-

تاريخ ۴-اپريل ١٩٣٩ع

ڳوٺ غلام الله تعلقه ميرپور ساڪرو ضلع ڪراچي

خدمت ۾ جناب ايڊ منسٽريٽو آفيسر صاحب

عرض ته اساڻي ڳوٺ ۾ بالغن جي تعليم ڪانپوءِ ماڻهن ۾ علم لاءِ ڏاڍو چاهه جاڳيو آهي. اسان وٽ ڪيترائي اڻ پڙهيل ٻار آهن جنکي تعليم جي ضرورت آهي. اساڻي ڳوٺ ۾ ٻارن کي پڙهائڻ لاءِ ڪوبه مڪتب يا اسڪول ڪونهي تنهڪري جيڪڏهن اساڻي ڳوٺ ۾ لوڪلبورڊ اسڪول کلندو ته بروقت ٢٠ ڇوڪرا ۽ ١٠ ڇوڪريون داخل ٿي سگهنديون ۽ پوءِ به اسڪول جي وڌڻ جي گهڻي اميد آهي.

جيسين اسڪول لاءِ سرڪاري جاءِ نهي تيسين
هڪ سال لاءِ آءُ پنهنجي جاءِ بنا مسواڙ ڏيڻ
لاءِ تيار آهيان. سائينجن مهرباني ڪري
اسانجي ٻارن جي تعليم جو بندوبست ڪرڻ
فرمائيندا ته اسانجي ڳوٺ جا سيئي ماڻهو
توهان جا گهڻو شڪرگذار رهندا.

عرضدار

وڏيرو نظر محمد بلوچ

ڳوٺ غلام الله تعلقو ميرپور ساڪرو



# نمونو ٢-

ايگزيڪيوٽو انجنير ڦليلي ڪئنالس حيدرآباد ڏانهن

## پاڻيءَ ملڻ لاءِ درخواست

تاريخ ٥ اپريل ١٩٣٩ع
چانيها تعلقه گوني

ڦليلي ڪئنالس حيدرآباد سنڌ
خدمت ۾ جناب ايگزيڪيوٽو انجنير صاحب

عرض ته هن سال ڦليليءَ وارن واهن ۾ پاڻي دير سان آيو آهي تنهنڪري اسانجو فصل پاڇانو ٿيو آهي. وري واهن وهڻ کان پوءِ به گهرج جيترو پاڻي ڪونه مليو آهي، جيڪي ٻج اسان پوکيا هئا سي هاڻي سڪي سڙي رهيا آهن اينترو پاڻي ڪونهي جو وئراج چوڙي سگهجي.

غريب پرور اسان آبادگارن جو گذران فقط انهن ٻنيءَ جي تڪرن تي آهي سو جيڪڏهن ١٥ يا ٢٠ ڏينهن اسانکي گهرج سارو پاڻي نه مليو ته فصل بلڪل نابود ٿي ويندو ۽ اسان کي سڄو سال سختيون سهڻيون پونديون تنهن کانسواءِ سرڪار کي به ڍل جو نقصان پوندو تنهنڪري حضورجن مهرباني فرمائي حد جي سرويرکي حڪم موڪليندا ته واهن جا سڀ دروازا کولائي ڇڏي جئن اسين زمين کي پاڻي چڱيءَ طرح پياري سگهون. سائينجن جي اهڙي مهربانيءَ کان گهڻو احسانمند ۽ دعاگو رهنداسين.

سيد غلام حيدر شاه

زميندار چانيها تعلقه گوني

# نمونو ٣-

لوڪلبورڊ پريزيڊنٽ ڏانهن

## ڪوٺين جي گورين ملڻ لاءِ درخواست

تاريخ ٨ اپريل ١٩٣٩ع
شهمير راهو- تعلقہ هالا

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ حيدرآباد سنڌ
خدمت ۾ جناب پريزيڊنٽ صاحب

عرض تہ اسانجي ڳوٺ ۾ هن وقت موسمي تپ تمام گهڻو آهي جنهنڪري گهر گهر ۾ ڪوئہ ڪو بيمار پيو آهي. اسان جون ٻنيون ٻڪيون ٻيٺيون آهن ۽ لڻڻ جي لائق آهن پر جنهن صورت ۾ گهڻا ماڻهو تپ ۾ ورتا پيا آهن، تنهنڪري ٻيون جهار جي ڪري

چٽ پيبون ٿين. اسانجي ڳوٺ ۾ ڪو به
حڪيم يا ڊاڪٽر ڪونهي جو ماڻهن جي دوا
درمل ڪري. تنهنڪري سائينجن کي عرض
آهي تہ مهرباني ڪري هالن جي ڊاڪٽر
صاحب کي هدايت ڪندا تہ اسان جي ڳوٺ
۾ اچي ماڻهن جي دوا درمل ڪري. تنهن
کانسواءِ اسانجي ڳوٺ لاءِ هڪ هزار ڪوئنين
جون ڳوريون موڪليندا تہ تپ کي روڪڻ
لاءِ ماڻهن ۾ ورهايون. موسمي تپ جي
روڪڻ لاءِ جيڪي اشتهار اوهان ڇپايا آهن
سي بہ مهرباني ڪري اسانجي ڳوٺ جي
ماستر ڏانهن موڪليندا تہ هو ماڻهن کي پڙهي
ٻڌائي. اسانجي ڳوٺ جي چوڌاري جيڪي
ڍبا ۽ پاٽيءَ جون کڏون آهن جن ۾ مڇر
پيدا ٿين ٿا تن جي بند ڪرائڻ لاءِ هيلٿ

آفيسر کي موڪليندا تہ اچي ڏسي ۽ انهن جو تدارڪ ڪري.

عرضدار وڏيرو احمد راهو
ڳوٺ شهمير راهو تعلقو هالا



سبق ١٨

# حساب ڪتاب رکڻ

شاهوڪارن توڙي غريبن، واپارين خواہ هارين نارين، سڀني لاءِ حساب ڪتاب رکڻ ضروري آهي. ان ڪانسواءِ ماڻهو هڪ انڌي جي آچار آهي. مطلب تہ حساب ڪتاب رکڻ انسان لاءِ سوجهرو آهي. گهر ۾ جيئڻ

آيو ڪيئن پيبو خرچ ڪبو تہ منجهي پئبو ۽
ڪا بہ خبر نہ پوندي تہ فلاڻي سامان تي ڇا
خرچ آيو ۽ ڪيتري ۾ اها شيءِ اچي گهر ۾
پيئي، ڪيتري اُپت آهي ۽ ڪيتري کپت
آهي، پيدائش آهر خرچ ٿئي ٿو يا ان کان
وڌيڪ. جيڪڏهن خرچ اُپت کان وڌيڪ
آهي تہ انکي ڪيئن گهٽائجي جو ڪجهہ پاڇي
پوي ۽ اوکي ويل ڪم اچي. جيڪڏهن
واجبي خرچ سارو اُپت کهٽ آهي تہ اُپت
کي ڪيئن وڌائجي. جدا جدا ماڻهن کان ڇا
مليو آهي ۽ ڇا کين ڏنو آهي. ڏيتي ليتي
گهڻو وقت دل تي ياد رکڻ ڪري بعضي پيل
چڪ ٿيڻ ۽ وسري وڃڻ جو امڪان آهي،
جنهنڪري بين ماڻهن کي ٺڳي ڪرڻ جو
وجهہ ملي ٿو.

بعضي اهڙا اتفاق ٿيو پون جو ماڻهوءَ جي حياتي اوچتو هلي ٿي وڃي، تہ پوين کي ڪا بہ خبر ڪا نہ ٿي پوي، تہ ڇا ڏيڻو آهي ۽ ڇا وٺڻو آهي. پوءِ کي تہ اهڙا ماڻهو هوندا آهن، جن وٽ جيتوڻيڪ رقمون رهيل هونديون آهن، تہ بہ ٻڌائين ڪو نہ؛ اٽلو چوندا آهن تہ اسانجي هيتري هيتري طلب اوهان ڏانهن آهي؛ پر جي حساب ڪتاب رکيل هوندو تہ اهڙن ماڻهن کي ٺڳيءَ ڪرڻ جو وجهہ ئي نہ ملندو.

گهڻا ماڻهو حساب ڪتاب نہ رکڻ ڪري، اپت ۽ کپت جي خبرئي نہ رکندا آهن؛ جنهنڪري وٽ ڪان ٻاهر اجايا ۽ اڍنگا خرچ ڪري پنهنجو پيسو وڃائي ٻين جا قرضي ٿي پوندا آهن ۽ وڏا وياج ڀري پنهنجو ملڪيتون

برباد ڪري ڪنجي ڪنگال ٿي پوندا آهن.
انهيءَ غفلت (حساب ڪتاب نہ رکڻ) سبب
پاڻ تہ دکي گذارين پر سندن پويان ٻــــ
عــذاب پيا سهن، ڪنهنڪري هرڪنهن مرد
خواه زال لاءِ گهرو حساب ڪتاب رکــڻ بلڪل
ضروري آهي.



سبق ١٩

هاڻي اسان کي ڏسڻو آهي، ته حساب ڪتاب ڪيئن رکجي. حساب ڪتاب رکڻ لاءِ اسانکي ٻه ڳالهيون خيال ۾ رکڻ گهرجن:-

١- جيڪي اسانکي مليو ٿو ۽ ٢- جيڪي اسين خرچ ڪريون ٿا. جيڪي اسان کي مليو ٿو ان کي چئبو آهي جمع. جمع معنيٰ گڏ ڪرڻ. جيڪي اسين ٻين کي ڏيون يا خرچ ڪريون، تنهنکي چئبو آهي واصل. واصل معنيٰ خرچ ڪرڻ. جنهن ڪتاب يا ڪاغذ يا پٽيءَ تي ليکو چوکو رکبو آهي، ان کي ٻن پاسن ۾ ورهائبو آهي. هڪ ساڄو پاسو جنهن ۾ جمع جون رقمون (ايٽ جون) لکبيون

آهن ۽ ٻيو ڪپو پاسو جنهن ۾ واصل جون رقمون (ڪپت جون) لکيون آهن- نموني طور پنئين پاسي گهرو حساب ڪتاب رکڻ ڏيکارجي ٿو:-





# (١) گهرو حساب ڏڏي بخش ولد رحيم خان هاريءَ جو

## بابت مهنو سانوڻ

### جمع (آپت)

| | پ-آ-ر |
|---|---|
| تاريخ ١ اڳئين مهني جي بچت | ٢٠-٨-٦ |
| " ٢ ڪڪڙ و ڍڳو وڪاڻو | ٣٠-٠-٠ |
| " ٤ ڏني باڪريءَ کان گدرن جي ٨ مڻن جا مليا | ١٦-٨-٠ |
| " ١٠ ميها مڻ ١٠ ۽ ونگا مڻ ٣ وڪاڻا | ٣٢-٠-٠ |
| " ١٥ ڪريلا مڻ ٧ ڏيئو مل باڪريءَ کي ڏنئي پيسا ورتا ويا | ٢٨-٠-٠ |

### واصل (کپت)

| | پ-آ-ر |
|---|---|
| تاريخ ٣ ڪٽڪ جا ٣ مڻ ورتاسون | ١٢-٠-٠ |
| " ٥ ڳنئون ڳاڙهي محمد خان کان ورتيسون | ٣٥-٠-٠ |
| " ١٤ ٻاجهري ٻج لاءِ ٣ مڻ في ٣ رپيه مڻ | ٩-٠-٠ |
| " ١٨ ووٽن جي ڳڏ ڪراڙي تي خرچ | ١٧-٢-٩ |

" ٢٠ گاهرجي گاڏي وڪاڻي ٣-٧-٢

" ٢٥ محمد عالماڻي کان
قرض اگهڙيو ٠-٠-٣٣

" ٣٠ اٺجي پاڙي جو ٽيون ٦-٥-٨
حصو خان محمد جت
کان مليو

---

جملہ اپت ٣-١٣-١٩٠

جملہ کپت ٣-١٥-١٠١

---

بچت اگهتي لاء ٠-١٣-٨٨

" ٢٢ ريوتمل واڻئي کان اڌارا ٠-٠-٢٥
ورتل ڏنا ويا

" ٢٧ ريتمل واڻئي کي ٢٥ ٦-١٠-٣
رپين جو وياج

---

جملہ کپت ٣-١٥-١٠١

# (٢) ڳوڙهو حساب سيٺ مورندمل جو

## بابت مهينو اسو سنبت ١٩٩٥

| جمع (اُپت) | ر-آ-پ | واصل (کپت) | ر-آ-پ |
|---|---|---|---|
| تاريخ ١ اڳين نقد بقايا | ٢١٣-٤-٠ | تاريخ ٥ رامچرن نوڪر کي پگهار بدو | ١٤-٠-٠ |
| " ٢ ابراهيم دڪڻ کان جاءِ جي مسواڙ مهينه بدو | ٧-٠-٠ | " ١٢ مودي جو بل پيريو ويو | ٣٥-٧-٠ |
| | | " ١٥ ڌوبيءَ کي ڌئارٽي | ٢-٢-٦ |
| " ٧ پگهار رامچند جو مهينه آگسٽ جو | ١١٠-٠-٠ | " ١٦ ڪيرواريءَ کي مهينه بدي جا | ٣-١٢-٠ |
| | | " ٢١ بارن کي خرچي | ٧-٠-٠ |

" ١٥ باجهري نيڪال ٢٧ مڻ ٩٣-٨-٠

في مڻ سادا ٽي رپيه

---

جملہ اپت ٣٢٤-١٢-٠

جملہ کپت ٣٠٣-٥-٦

---

باقي بچت ١٢١-٦-٦

" ٢٨ ڪپڙي واري کي ٣١-٠-٠

" ٣٠ بئنڪ ۾ رکيا ويا ٣٠٠-٠-٠



---

جملہ کپت ٣٠٣-٥-٦

# (۴) گھرو حساب مائي زينت جو

## بابت مهيني پوهه

| جمع (اُپت) | پ-آ-ر | واصل (کپت) | پ-آ-ر |
|---|---|---|---|
| تاريخ ۱ اڳين مهيني جي بچت | ۳-۱۰-۰ | تاريخ ۱ ڌوٻيءَ کي ڏنائين | ۶-۶-۰ |
| " ۲ پنهنجي مڙس وٽان خرچ | ۸۰-۰-۰ | " " کير واري کي مهيني جا | ۴-۱۰-۰ |
| هلائڻ لاءِ مليل | | " " موديءَ کي سيڌي جا | ۴۰-۷-۹ |
| | | " " نوڪرياڻي کي پگهار | ۸-۰-۰ |
| " ۱۵ مسواڙ جاءِ جي ڪريڏنہ | ۱۵-۰-۰ | " " نوڪرياڻي کي ريزڪي | ۳-۰-۰ |
| کان ملي | | خرچ لاءِ | |

〃 ٢٠ مائي رحيما کي اڌاراڌنل ٥-٠-٠

واپس مليا

---

جملہ اپت ١٠٣-١-٠٠

جملہ کپت ٨٩-٨-٣

---

باقي بچت ١٥-١-٩

〃 ٥ ٻارن کي مهيني جي خرچي ٧-٠-٠

〃 ١٠ ٻارن کي فيون ٣-٨-٠

〃 ٢٠ نوڪرياڻيءَ کي ريزڪي ٥-٠-٠
خرچ لاءِ

〃 ٢٢ ٻارن کي ڪتاب ٢-٠-٠

〃 ٢٥ بزازي کان ڪپڙو ٩-٨-٦

---

جملہ کپت ٨٩-٨-٣

## سبق ٢٠

هاڻي اسانکي ڏسڻو آهي ته جنهن ماڻهوءَ
سان اسان جي هميشه ڏيتي ليتي ٿي آهي، انجو
ليکو ڪيئن رکجي. اهڙو ليکو ميان غلام حسين
ولد حاجي شاه محمد پارومل هوتوملاڻي
واڻئي سان رکيو آهي، جنهنجو نمونو صفح
٩٢ ۽ ٩٣ تي ڏيکارجي ٿو:



حساب جو نمونو پنئين پاسي ڏسو

# لبکو يائي پارومل هوتوملاڻي جو

تاريخ ٢٥ مهينو چيٽ سنبت ١٩٩٣

| جمع (ورتل) | واصل (ڏنل) |
| --- | --- |
| تاريخ ٢٥ ساڏون ٩٣- روڪڙا اڌارا پ-آ-ر ٩٥-٠-٠ | تاريخ ٢٥ چيٽ ٩٣- مٽرمڻ ١٢ في پ-آ-ر ١٨-٠-٠ |
| ورتم وياج پئسي رپئي | ١½ رپيه مڻ |
| حساب سان | |
| " ٧ بدو ٩٣- باجهري ٢ مڻ في ٧-٠-٠ | " ٢ بدو ٩٣- ڦٽيون مڻ ٨ ٣٨-٠-٠ |
| ٣½ رپيه مڻ | في ٦ رپيه مڻ |

〃 ٢٧ اسو ٩٣- ڪٽڪ مڻ ١٠ في ٤٠-٠-٠
٤ رپيه مڻ
〃 ٢٠ ڪتي ٩٣- آبت(ونگار) ٥-٤-٦
لاءِ سبذو

---

جملي ورتل ١٣٧-٤-٦
جملي ڏنل ١٠٢-٠-٠

---

باقي رهيا مورجا ٣٥-٤-٦

〃 ٢١ ناهري ٩٣- ٻاجهري مڻ ٣٦-٠-٠
١٢ في ٣ رپيه مڻ

---

جملي ڏنل ١٠٢-٠-٠